سچا تائون ڏکو حق رسالت

نہ قنداري نہ هندي ڪابلي تي

مذهب ء شيعہ آل علي تي

علي جي آل جي ڪر طرفداري

الهيجي دوست سان رکہ دوستداري

سندن دشمن سان رکہ نہ يار ياري

گهرين دارين ۾ جي رستگاري

نہ قنداري نہ هندي ڪابلي تي

مذهب ء شيعہ آل علي تي

رکي جو دشمني آل علي سان

اُهو ملعون ٿيو مانند شيطان

ٿيو ڪافر مگر نالي مسلمان

هتي في النار هت مقهور يزدان

نہ قنداري نہ هندي ڪابلي تي

مذهب ء شيعہ آل علي تي

عدوَن تي سندن لعنت ڪر يوسب

فلالي ء فلاڻي سان نہ مطلب

زبان ٿيئن کول جيئن آهي مناسب

گهمي ڏس مشرق و دستور مغرب

نہ قنداري نہ هندي ڪابلي تي

مذهب ء شيعہ آل علي تي

ڪرا ء تولا اجر گر آهہ

معزز وقت تن لاءِ ڪو مڪر آهه
مخالف تنهن جو مهمان همسفر آهه
مهل مصلحت ٻاهر دگر آهه
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي تي
محب و شيعه آل علي تي

خلاصي پنهنجي عادت ذار دلخواهه
مليو ڇا جي ڪند و مجهول واهه واهه
واجب آل علي جي رسم ۽ راهه
نه رکجو دين جي دشمن جي پرواهه
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي تي
محب و شيعه آل علي تي

نه خود خاطي خطا ڪم ڪار تنهنجو
خدا تو کان ٿيو بيزار تنهن جو
رکي تو عار تو کان يار تنهن جو
اول ڏينهن کڙو هو اقرار تنهنجو
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي تي
محب و شيعه آل علي تي

سدائين تي ڇڱو ڪر ڪا ڇڱائي
ڦٽي ڪر خود پسندي خود ثنائي
لهي دل ۾ ڪمي ڪاڻ ڪر ڀلائي
خدا جي واسطي آهي وڏائي
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي تي

محب و شيعهٔ آل علي ٿي

نظر ڪر پاڻ ڏي پنهنجي حالت ڏس
ٻه رسم و راه ۾ چال و چلت ڏس
نه ڪر حجت غلط ڪوڙ ۽ ڪپت ڏس
۾ بد اعمال پنهنجي جي اهت ڏس
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي ٿي
محب و شيعهٔ آل علي ٿي

نه جائز آهي افراط محبت
رکج مخلوق خالق جو تفاوت
ٻه تسليم و رضا اخلاص نيت
خدا کان گهر هميشه خير و برڪت
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي ٿي
محب و شيعهٔ آل علي ٿي

ٻه تعفيف و قناعت دل صفا ٿي
سعادت مند ۽ اهل وفا ٿي
نه باغ دهر ۾ خار جفا ٿي
نه ڪار خير کان لڄ دل خفا ٿي
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي ٿي
محب و شيعهٔ آل علي ٿي

رکج شيرين سخن لطف زباني
۽ عالمگير رک حسن بياني
چون نيڪي حيات جاوداني

نبيءَ جي آل جي ڪر مدح خواني
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي ٿي
محب و شيعهٔ آل علي ٿي

رسول الله کان پوءِ ڪير آهي
علي جو پاڻ کي ڏالي سڏائي
ٻلي خود ساخته پيري پڌائي
الهي جي پير ڪٿان پير پائي
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي ٿي
محب و شيعهٔ آل علي ٿي

اڏامي عرش تي پل شيخ صاحب
هجي اعليٰ سندس عزو مراتب
مريدن کي سندس گهرجي مناسب
سڃاڻي حق و باطل کي تعاقب
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي ٿي
محب و شيعهٔ آل علي ٿي

زمان شاهه دل سڏائين رکج صافي
عليءَ جي آل تي تولاءَ ڪافي
خدا ڏيندو مٿايي ٿن خلاصي
نه ٿي دم مارِ لافي گزافي
نه قنڌاري نه هندي ڪابلي ٿي
محب و شيعهٔ آل علي ٿي



# نماز عيدين

عيد الفطر ۽ عيد البقر ھون ٻہ رڪعتون نماز سج اڀرڻ کان پوءِ ٻپهرن تائين پڙهڻ گهرجن. هنن نمازن جا ٻہ شرط مثل جمع جي آهن يعني خطبت امام ۽ آنھايا يا جماعت پڙهڻ سنت آهي

## مستحبات ڏينهن عيد جا

عيد الفطر جي ڏينهن نماز کان پهرين کارڪ سان ۽ عيد البقر جي ڏينهن نماز کان بعد قربانيءَ جي گوشت سان افطار ڪرڻ. غسل ڪرڻ ۽ مهند غسل جي هي دعا پڙهڻ. اللهم ايمانا بک وتصديقا بکتابک واتبع سنة نبيک صلعم ۽ غسل جي بعد وري هيءَ دعا پڙهجي. اللهم اجعله ڪفارة لذنوبي وطهر ديني اللهم اذهب عني الدنس. عمدا پاڪيزه ڪپڙا پهرڻ خوشبوء لڳائڻ ۽ زيارت حضرت امام حسين عليہ السلام جي پڙهڻ سنت آهي.

## عيدين جي نماز جي ترڪيب

سواءِ اذان ۽ اقامت جي قبلہ طرف منهن ڪري نيت ڪري تہ ٻہ رڪعتون نماز عيد الفطر يا عيد الضحيٰ جون پڙهان ٿو. سنت قربة الي الله ۽ تڪبير هڻي. سورة الحمد جي بعد سورة سبح اسم پڙهڻ گهرجي ۽ وري

تڪبير چئي هٿ منهن جي طرف کڻي اهڙيطرح پنج
تڪبيرون ۽ پنج قنوت پڙهي پوءِ رڪوع ۽ سجود
۾ وڃي ۽ وري ٻي رڪعت لاءِ اٿي پهرين الحمد بعد
وري والشمس وضحاها پڙهي جڏهن پوري ٿئي تڏهن
وري پهرين رڪعت مثل تڪبير هڻي قنوت پڙهي ۽
اهڙيطرح چار تڪبيرون ۽ چار قنوت پڙهي رڪوع ۽
سجود ڪري تشهد پڙهي سلام ڪري. بعد ختم نماز
جي ٻه خطبا پڙهڻ گهرجن جي هن ڪتاب خلاصته الطاعات
۾ مع ترجمه لکيل آهن.

## فطرو واجب

شب عيد کان پهرين جو بالغ ۽ عاقل. آزاد. غني
هجي انهي تي پنهنجو پنهنجي عيال جو خواه عيال
بالغ هجن يا غير بالغ، مرد هجن يا عورتون واجب
النفقة هجن يا نه مسلم هجن يا ڪافر حاضر هجن يا غائب
مجنون هجن يا بيمار. سڀجهڙي غلام ۽ مهمان به
عيال ۾ داخل آهن بشرطيڪ شب عيد کان پهريائين
موجود هجن ته انهن سڀني جو فطرو ڏيڻ به واجب آهي.

## فطرو مستحب

شب عيد جي جو ٻار ڄائي يا ڪو مهمان اچي يا
غلام خريد ڪيو وڃي ته انهن سڀني جو فطرو ڏيڻ
مستحب آهي ۽ اهڙيطرح فقير يا شب عيد جي نا بالغ
بالغ ٿئي يا فقير غني ٿئي ته انهن تي به فطرو ڏيڻ
مستحب آهي.

## جنس فطري جي

ڪڻڪ- جو- ڪارڪ- ڊاک- مٽر- چڻا- چانور يا انهن کان سواء ان جي جا انهي شهر جي ماڻهن جي عموما غذا هجي.

## فطري ڏيڻ جو وقت

شب عيد کان نماز جي پڙهڻ تائين مگر جي مستحق نه ملي ته مستحقن جي ملڻ تائين تاخير ڪري سگهجي ٿي مگر ڪڏهن وقت تي رکي

## مقدار فطري جو

في ماڻهو هڪ صاع يعني ساڍا ٽي سير پڪا انگريزي يا بازار جي نرخ موجب انجي قيمت- نيت ڪري ته زکواة فطرو پنهنجي ۽ پنهنجي عيال جي طرفان ڏيان ٿو واجب يا سنت قربة الي الله فورا مستحقين فقرا ۽ مسڪينن کي پاڻ ڏي يا مجتهد جامع الشرائط يا نائب مجتهد ڏي موڪلي.

**سمجهاڻي** - سيد جو فطرو سيد ۽ غير پنهنجي ڏئي سگهجي ٿو مگر امتي جو فطرو سيد کي نٿو ڏئي سگهجي

### ترجمه

# خطبو پهريون عيد رمضان جو

سڀ تعريفون الله جي واسطي ثابت آهن اهو الله جنهنجو معاف ڪرڻ فضل آهي ۽ عذاب ڏيڻ ان جو عدل آهي پرده پوشي ڪري اگر گهري ۽ جي

ڪڏهن گهري ته خوار ۽ رسوا ڪري ان کي ۽ ٻيس
ته بخش ڪري ۽ روڪي اچڙاين ڪان ڀالهن ٻنهن جن
کي. پاڪ ۽ منزه آهي اهو خدا جنهنجي فضل ۽ ڪرم
تي بنا آهي خلق جي افعالن جـو ۽ جاري آهي
قدرت الهي معاف ڪرڻ تي. پاڪ ۽ منزه آهي
اهو خدا جنهن کوليا آهن دروازا توبه جـا ۽ وري
نيڪي ڪن.

چڱن ڪمن جو عيوضو ڏهو تو ڏني فضل الهو.
جيئن ته فرمايو آهي خدا تحقيق فرمان سچ آهي الهو
توبه ڪريو اڳيان الله جي مگر توبه سچي خلوص دل
سان اميد رکو ته معاف ڪندو الله گناه اوهان جا ۽
اوهان کي داخل ڪندو الهن جنتن ۾ جاري آهن جن
جي هيٺان نهرون. فرمايو آهي الله تعالي جـو شخص
هڪ نيڪي ڪري تو ته ڏي تو الله ان کي بدلي ۾
ڏهوڻ نيڪن جو ثواب، تحقيق الله بزرگ ۽ برتر آهي ۽
نه آهي خدا سواء الهي وحده لا شريڪ جي بيشڪ اهو
مٿاهون ۽ اعلي آهي. سڀ تعريفون الهي جي شان ۾
آهن بزرگي ۽ برتري الهي الله جي واسطي آهي جنهن
انسان کـــي هدايت ڪئي آهي چڱن ڪمن واسطي
سڀ کا شيء آهي واسطي الهي الله جي جنهن انسان
کي بخشيون آهن. پاڪ ۽ منزه آهي اهو خدا جنهن
انسان کي هدايت ڪئي ٻنهنجي دين جي.

اهو ڏينهن جو پهريون ۽ برگزيدو آهي سڀني ڏينهن کان ۽ رات ڏيکاري اسان کي اها رات جا بهتر ڪيائين سڀني راتين کان ۽ ڏيکاريائين اهي شيون اسان کي جي سبب ٿيون اسان جي عزت ۽ نيڪي جو خوشنودي آهي ۽ وصال آهي جن سان الله جو ۽ موچارو ۽ نيڪ ڪيو خدا اسان کي سبب روزن رمضان جي.

قرآن کي نازل ڪيو خدا رات قدر جي ۽ پهريون ڪيائين رات قدر کي هزار مهينن کان ۽ اهو خاص الله جو مهينو آهي ۽ سردار مهينن جو ۽ تحقيق زور پهريون آهي ۽ برگزيدو آهي سڀني مهينن کان- هي مهينو رمضان توبه ۽ مغفرت جو مهينو آهي ۽ هي مهينو اجرن وڌڻ جو آهي هن مهني ۾ عبادت بعد سڀهڙ نه عبادت آهي ۽ ساه (دم کڻڻ) تسبيح آهي ۽ عمل پاڻهن جا هن ۾ قبول آهن ۽ دعائون پاڻهن جون مستجاب آهن ۽ تحقيق اسين سارا ۽ حمد ڪريون ٿا الله جو جنهن اسانکي پنهنجي خاص مهرباني سان اسانکي ٻين امتن کان پهريون ۽ عزت وارو ڪيو. تحقيق اسان هن مهني رمضان ۾ ڏينهن جو روزا رکيا ۽ رات جو ٿورو جاڳي عبادت ڪئي. انهي مهني جي گهٽڻ حقن مان ٿورا حق بجا آنداسون. تالجو مهينو تمام ٿيو، ان جي مدت پوري ٿي اسان ۽ مهيني رمضان جي وچ ۾ جدائي جو وقت آيو اسين الهي مهيني

کان موڪلائڻ وارا آهيون انهي مهني جي جدائي اسان لاء اهڙي ڏکي آهي جهڙي عزيز يا قريب جو صدمو هجي. هن مهني جي جدائي اسان جي دلين تي ڏک پيدا ٿي ڪري. هاڻي اسين چئون ٿا ته اي پلا مهينا الله جا سلام هجن توتي اي عيد ان مهيني رمضان جي دوستن (عابدن) جو سلام هجي توتي ۽ انهن تي جن جي صحت هئي سڀ ڪنهن وقت چڱاين ۽ نيڪين سان. اي پلا مهينا توتي سلام آهي تنهنجي سڀ ڪا ساعت سڀ ڪا گهڙي ڀلي هئي ۽ سلام آهي انهن پانهن تي جن سڀ ڪا ساعت تنهنجي ڀلي چاڻي تنهنجي عزت ڪئي ۽ ارمان اٿن تنهنجي جدائي جو. سلام آهي اي پلا مهينا سلام آهي توتي، نه آهي ثاني آنهنجو ڪو مهينو مهينن ۾ تنهنجي سڀ ڪنهن ساعت ۾ ڀلائي هئي ۽ سلامتي هئي اسان لاء اي پلا مهينا سلام آهي جو تون آهين اسان جي لاء رحمت ۽ برڪت جو سبب ۽ تي آلد يون تو اسان لاء رحمتون ۽ برڪتون خدا جون.

اي پلا مهينا رمضان جا سلام آهي توتي جو تون آئين ساڻ برڪتن جي اسان وٽ ۽ ڌوتيون خطائون اسان جون رحمت جي درياه ۾. اي پلا مهنا رمضان جا سلام آهي توتي جو تون موچارو آهين اچڻ ڪان اڳ ۾ ۽ غم جو سبب آهين وڃڻ کان اڳي. اي پلا

مهينا اسان جا سلام آهن توتي ۽ تنهن جي مهربانين تي
جو مليون نعمتون اسان کي اهي تنهنجي ڪري جنڪان
پــري هواسون اسين. اي پروردگار رحم فرماءِ اسان
تي ۽ ڏي اسان کي چڱــ ڀلائي ۽ مدد ڪر اسان جي
پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ۽ بخش ڪر اسان کي
۽ قبول ڪر توبه اسان جي جو ته تون توبه قبول
ڪندڙ ۽ رحيم آهين اسين تنهن جا ٻانها تنهن جون
تعريفون ڪندڙ آهيون. اي پروردگار اسان جا تون
جن ڳالهين جو لائق آهين ۽ مدد ڪر اسان سان ۽
توبه ٿا ڪريون تــو وٽ ۽ اقرار ٿا ڪريون اسين
هن ڳالهه تي ته نه آهي ڪو خدا سواءِ تنهنجي تون
هڪڙو آهين، نه آهي ڪو شريڪ تنهنجو ۽ اقرار ٿا
ڪريون اسين ته محمد عليه السلام تنهنجو بندو آهي
۽ رسول آهــي تنهنجو ۽ تحقيق تــو انهي محمد
کي تمام مخلوقات تي بشارت ڏيڻ وارو ۽ ڊيڄاريندڙ
ڪري موڪليو آهي ۽ نازل ڪيو آهي تــو قرآن
انهي تي اهو ظاهر ڪرڻ وارو آهي هر هڪ شئي
کي پوري دليلن ۽ صفتن سان ۽ اقرار ڪريون ٿا اسين
ته انهي محمد تنهنجي رسالت جي پوري تبليغ ڪئي رسالت
جو حق ادا ڪيو ۽ جنگ ڪئي ان محمد وات تنهنجي
(الله) ۽ عبادت ڪيائين تنهنجي ايستائين جيستائين
موٽيو طرف تنهنجي (انتقال ڪيائين) رحمت خدا جي

نازل ھجي الڪي ۽ انجي اولاد معصومين (بي گناھ) تي
اي مومنو واقف ٿيو ۽ سمجهو تہ ھي ڏينھن اھو آھي
جنھنکي اللہ جلشانہ عيد جو ڏينھن مقرر ڪيو آھي ۽
اوھان کي لائق ڪيائين. ھي ڏينھن (عيد) جو- اي
ڀائرو اوھين ياد ڪريو اللہ کي تہ اھو اللہ ياد ڪري
اوھانکي ۽ وڏائي ياد ڪريو اللہ جي ۽ تعظيم ڪريو
انھي جي ۽ واکاڻ ۽ تعريف ڪريو انجي ۽ دعائون
گھرو اللہ کان تہ قبول ڪري اللہ انھن کي ۽ توبہ
ڪريو اوھين تہ بخشي گناھ توھانجا ۽ زاري ڪريو
رئو ۽ توبہ ڪريو ۽ نہاريو طرف اللہ جي تہ ڀاڄھ
ڪري اوھان تي اللہ ۽ ڏيو فطرا روزن جا ڇو تہ اھو
(فطرو ڏيڻ سنت ۽ پيروي آھي اوھانجي نبيءَ عليہ
السلام جي ۽ تاڪيد سان حڪم (فرض) آھي اوھانکي
اوھانجي رب جو، گھرجي اوھان مان ھر ھڪ ماڻھوءَ
کي تہ پنھنجي نفس جو ۽ عيال جو مرد توڙي زال وڏي
خواہ ننڍيءَ جو ڏيو فطرو ۽ سنڀاليو پنھنجي نيڪيءَ ۽
پرھيزگاريءَ کي رحم ۽ مھرباني ڪريو ھڪ ٻين تي
۽ ادا ڪريو فرض اللہ جا جي آھن اوھان تي جنجو
حڪم ڪيو آھي اللہ اوھانکي يعني پڙھو نمازون ۽
قائم ڪريو جماعتون ڏيو زڪواتون ۽ روزا رکو رمضان
جا پڙھو حج بيت اللہ جو (ڪعبہ شريف) ونو واٽ
ھنگي ۽ رو ڪيو ماڻھن کي بڇڙائن کان ۽ احسان ڪريو

فقيرن ۽ مسڪينن مومنن تي خاص پنهنجي غريب
عزيزن ۽ قريبن ۽ ٻانهن ۽ ٻانهين تي ۽ ڊڄو الله کان ۽ بچايو پاڻ
کي انهن ٻڇڙين شين ۽ ڪمن کان جنڪان منع ڪئي الله
اوهانکي يعني بکوات ۽ نشي کان ۽ ظلم کان ۽ تاڪيد
ڪريو انهن ڪمن جو جنجي ڇڏڻ کان رنج ٿئي ٿو
الله يعني ترڪ واجبات. بچائي الله تعالى اوهان ۽ اسانکي
بڇڙن ڪمن کان ساڻ پرهيزگاريءَ ۽ موچاري ڪري
آخرت اوهانجي ۽ اسانجي. تحقيق هن دنيا ۾ سڀني
نصيحتن کان سٺي نصيحت ڪلام خدا جو آهي. پناه
ٿا گهرون اسين الله کان جو بچائي اسانکي شيطان
لوڌيل ۽ لعنتيءَ کان. شروع ٿو ڪريان ساڻ نالي
الله جي جو رحمان ۽ رحيم آهي چوتون اي محمد ته
الله هڪڙو آهي بي نياز ۽ بي پرواه آهي نه انکي
ڪنهن ڄائو آهي ۽ ان نه ڪنهنکي نه ڄڻيو آهي نه
انجو ڪو ثاني آهي.

## نصيحت

هي رکو ٿا مومنو دل ۾ اوهين خواهش اها
تا چٽون باه جهنم کان ڪريون راضي خدا
جي گهرو نيڪي دنيا ۾ نجات آخرت
صيقل توحيد سان آئينه دل رک صفا

وصف ۾ آل علي جي سيکا ساعت کر صرف
بـاب جنت جـي ڪليد آل محمد جـي ثنا
پڙھ نمازون رکيج روزا ڏي سڀي ساري زکوات
کو نـہ کو ويلو وسارج فرض جي الله جا
جي تو چاڻين فرض روزا فرض سان فطرو بہ چاڻ
چو ڪريو محنت کي پنھنجي مفت تا ضايع ادا
حج جن تـي فرض آهي ناھ واجب تـن وھڻ
جـي ھجـن مسڪين تا رک رو بسوئي ڪربلا
بس زمان شاہ جـي قبوليج حرمت آل رسول
ربنا فغفرلنا ۽ جملہ ھا ھنجي دعا

ooooooo

ترجمہ

# خطبو ٻيو عيد رمضان جو

الله مٿاھون آهي ۽ اعليٰ آهي نـہ آهي کو ٻيو الله سواء انهي ھڪڙي الله جي ۽ الله مٿاھون ۽ اعليٰ آهي سڀ تعريفون واسطي الله جي آهن ۽ بزرگ آهي الله واسطي ھن جي جنھن ھدايتون ڪيون اسان کي. شکر آهي واسطي انھيءَ ھن ڳالھہ تي جو الھي مھربانيون ۽ عطائون ڪيون اسان تي. سڀ صفتون آھـن واسطي الله جي جنھن نہ پيدا ڪيو اسان کي الھن مان جـي منافق آھن گمراہ آھن ۽ بدعتي آھن شڪ ڪرڻ وارا

آهن ۽ شبه ڪرڻ وارا آهن ۽ نه انهن مان جي گهٽائين
ٿا شان اهلبيت جو ۽ منهن ڦيريندڙ آهن آل رسول کان
تعريفون ٿا ڪريون الله جون هن ڳالهه تي ته ان الله
هدايت ڏني اسانکي اگر نه هدايت ڪري ها اسانکي
ته نه هجون ها اسين نيڪن ۽ موچارن مان. سڀ تعريفون
لائق آهن الله هي جو پروردگار آهي سڀني عالمن جو.
اقرار ٿا ڪريون اسين ته تحقيق نه آهي ڪو الله سواءِ انهيءَ
هڪڙي جي جو بي نياز ۽ بي پرواه آهي جنهنجي نه
زال آهي نه اولاد آهي ۽ تحقيق محمد رسول الله بندو
۽ رسول زور ڀلو آهي ۽ تحقيق علي ولي خدا جو آهي
۽ وصي رسول جو آهي ۽ سردار سڀني وصين جو آهي
تحقيق آل محمد ۽ علي پيشوا اسانجا آهن ۽ سردار اسانجا
آهن ۽ نيندا اهي (آل علي) جنت ۾ اسان کي انهن
(آل محمد ۽ علي) جي ساڻ محبت رکون ٿا ۽ انهن جي
دشمنن کان پري پيون ٿا. اي پروردگار اسانجا دوست
رکه انهن کي جيڪي دوست رکن ٿا آل محمد ۽ علي
کي ۽ دشمني رکه انهن سان جي دشمني رکن ٿا اهلبيت
سان. اهين ئي ڪر اي رب العالمين اهين ڪر.

ٻڌايان ٿو آءٌ اوهان کي اي ٻانهان خدا جا ته
واسطي خدا جي خوف ڪريو ۽ موچارو چاڙهو
جنهنجي لاءِ عبادت ان الله جي. گڏ ڪريو چڱايون
(نيڪ عمل) هن دنيا فانيءَ ۾ مرڻ کان اڳي ليڪ

موت اچڻ وارو آهي ان کان پناه ملي کان سگهندي
هي هميشه وهڻ جو هنڌ نه آهي. تحقيق الله ۽ ان
جا ملائڪ صلواتون ٿا پڙهن نبي ان جي (محمد) تي اي
ايمان وارا پڙهو صلواتون ۽ سلام انهي (محمد) تـــي.
اي پــــروردگــــار رحمتون نـــازل ڪر حضرت محمد
پنهن جـــي بـــرگـــزيـــدي بـــنـــدي ۽ رسول
تي پنهنجي حبيب تي. انهي رحمت کان زياده ۽ افضل
رحمت نازل ڪر محمد پنهنجي رسول تي جا تو نازل
ڪئي پين نبين ۽ دوستن تي. اي پروردگار رحمتون
نازل ڪر پيشوا مومنن جي تـــي ۽ سردار لشڪر
بهادرن جي تي ۽ سردار وارثن پيغمبرن جـــي يعني
علي پٽ ابي طالب عليه السلام تي. دوست رکـــ
انهي کي جو دوست رکي علي ع کي. دشمن چاڻ
انهي کي جو دشمن چاڻي علي ع کي. اي پروردگار
اسان جا رحمت نازل ڪر بي بي فاطمه تي پنهنجي نبي
جي تي ۽ دوست چاڻ انهي کي جـــو دوست چاڻي
انهي کي ۽ دشمن چاڻ انهي کي جو دشمن چاڻي ان
(فاطمه) کي. اي پروردگار رحمتون نازل ڪر امام
حسن ۽ امام حسين عليه السلام تي جي سردار آهن مسلمانن جا
دوست رکه انهن کي جي دوست رکن (حسن ۽ حسين)
کي ۽ دشمن چاڻ انهي کي چاڻي انهن کي جـــي کو
دشمن ڪري. اي پروردگار اسان جا رحمت نازل ڪر علي

بن حسين (زين العابدين) تي ۽ محمد بن علي (محمد باقر) تي ۽ جعفر بن محمد (امام جعفر صادق تي ۽ موسيٰ بن جعفر (امام موسيٰ كاظم) تي ۽ علي بن موسيٰ (امام موسيٰ علي رضا) تي ۽ محمد بن علي (محمد تقي) تي ۽ علي بن محمد (علي نقي) تي ۽ حسن بن علي (حسن عسكري) تي دوست رك انهن كي جي دوست ركن ٿا انهن كي (اولاد محمد ۽ علي) جيكي ۽ دشمن چاهه انهن كي جيكي دشمني ركن ٿا انهن سان. اي پروردگار رحمتون ۽ سلام نازل كر آخرين امام تي جو قائم كندڙ آهي حق كي جنهنجي ڏسڻ جو انتظار آهي مومنن كي ۽ اهو هدايت يافته ۽ هادي آهي جنهن جي هئڻ كري زمين ۽ آسمان جو هئڻ آهي ۽ بركت سان روزي ۽ رزق ملي ٿو.

ان جي پيدا هئڻ كري زمين ۽ آسمان جو قائم هجڻ آهي ۽ ان جي عدل ۽ انصاف تي زمين داد ۽ انصاف سان پربل ٿيندي جهڙي طرح هن وقت ظلم ۽ بي انصافيءَ سان ڀريل آهي. اي پروردگار اسان جا دفع كر درد ۽ غم هن امت محمدي تان واسطي ظاهر هئڻ امام آخر زمان جي ۽ جلد ظاهر كر ان امام عالي مقام كي- اهي ڏسن ٿا ان كي پري ۽ اسين ڏسون ٿا ان كي ويجهو- كر

حاصل اسان کي ديدار ان جو رحمت پنهنجيءَ سان اي
زياده مهرباني ۽ رحم ڪرڻ وارا خدا. اي پروردگار
اسان جا اسين اقرار ٿا ڪريون ته بيشڪ سڀ رهبر ۽
پيشوا آهن اسان جا ۽ موچارا ۽ ڀلا ۽ هادي ۽ معصوم
(بي گناه) آهن ، اسان جو صلح آهي انهن ماڻهن سان
جــي صلح رکن ٿا اسان جي سردارن سان ۽ اسين
وڙهندڙ آهيون انهن ماڻهن سان جن لڙائي ڪئي انهن
اسان جي امامن سان قيامت تائين. اي پروردگار اسان
جا همت ڏي اسانکي تابعداري ۽ چڱن ڪمن جي ۽ پري
ڀڄون بڇڙن ڪمن کان ۽ همت ڏي اسانکي نيت جي
سچائي جي ته سڃاڻون اسين تنهنجي عزت کي ۽ موچارو
ڪر اسانکي هدايت سان ۽ ساڻ سچ چوڻ جي ۽ صفا
۽ پاڪ رک زبانون اسانجون چڱن ڳالهين ۽ علم ۽ قرآن
پڙهڻ سان ۽ ڀريل رک دليون اسانجون ساڻ نور علم
۽ سڃاڻپ تنهنجي ۽ پاڪ رکــ پيٽ اسانجا حرام کائڻ
کان بچاءِ هٿ اسانجا ظلم ۽ خلق کي ستائڻ کان ۽ بند
ڪر اکيون اسانجون بڇڙائيءَ کي ڏسڻ کان ۽ ٻوڙو ڪر
اسانکي غيبت ۽ گلا ٻڌڻ کان ۽ مهرباني ۽ رحمت ڪر
اسانجي عالمن پڙهيلن تــي ساڻ پرهيزگاري ۽ نصيحت
جي ۽ مهربانــي ڪر علم سيکاريندڙن ۽ ڪوشش
ڪندڙن ۽ رغبت رکندڙن ۽ ٻڌندڙن تي ۽ مهرباني ڪر
چڱن ڪم ڪندڙن تي ۽ رحمت ڪر بيمارن مسلمانن
جيتي ۽ بخش تندرستي انهنکي.

۽ رحمت ڪر اسانجي مٽن مائٽن تي ۽ عزيزن تي
ساڻ مغفرت جي ۽ رحمت ڪر اسانجي چڱن مڙسن تي
ساڻ بردباريءَ ۽ نرم مزاجيءَ جي ۽ چڱن خيالن جي ۽
رحمت ڪر اسانجي جوان مردن تي ساڻ توبه ڪرڻ
ڪمن جي ۽ رحمت ڪر زالن اسانجن کي ساڻ حياءَ ۽
پرهيزگاريءَ جي، سلامت رک اسانجا دولتمند ساڻ
خير ۽ سخاوت جي ۽ رحمت ڪر فقيرن تي ساڻ صبر
۽ قناعت جي ۽ رحمت ڪر غريبن تي ساڻ امن ۽ سلامتيءَ
جي ۽ فتح بخش جهاد في سبيل الله ڪندڙن کي ۽
بخش قيدين کي ساڻ راحت جي ۽ بخش قوت اسانجي
حاڪمن کي ساڻ عدل ۽ انصاف ۽ مهربانيءَ جي ۽
رحمت ڪر رعيت تي ساڻ چڱي هلت جي ۽ بخش
ڪر سوداگرن کي خير ۽ برڪت ۽ برڪت وجهه سامان
مسافريءَ ۾ حاجين جي ساڻ پهچڻ جي ڪرم بخشش جي ۽ ادا
ڪراءِ انهنکي حج ۽ عمري کان جو آهي واجب انهنتي.
اي صاحب بخشش ۽ مهربانيءَ جا اي پروردگار اسان
جا، قبول ڪر دعائون اسان جون. تحقيق الله تعاليٰ
حڪم ٿو ڪري پاڻهن کي عدل ۽ انصاف ۽ داد خواهي
قريبن جو ۽ ٿو ڪري منع ڪرڻ ڪمن ۽ بدفعلن ۽
خراب ڳالهين ۽ ستم ۽ ظلم کان ۽ نصيحت ٿو ڪري
الله تعاليٰ توهان کي ته ياد ڪريو ۽ عمل ڪريو هن

نصيحت ني - اي پروردگار اسان جا تون ڪر اسانکي
انهن شخصن مان جي ياد ٿا ڪن توکي ۽ ياد ڪرڻ
تنهنجو نفعو تو ڏي اهنکي.

## دعاء

يا رب تون ڏي اسانکي پڃائن ڪنا پناه
پهر علي و آل علي بخش ڪر گناه
آهن اسان ۾ عيب هزارين خطائون لک
يا ساترالعيوب تون رحمت جي ڪر نگاه
جي ٿو گهرين امان تون جهنم جي باهه کان
آل رسول جي جهليو دامن زمان شاه

## نصيحت

مرحبا اي مرحبا اي ماه رمضان السلام
رحمت رب العلي اي ماه رمضان السلام
مظهر لطف عميم اي بحر الطاف عظيم
بشرائي رحمان الرحيم اي ماه رمضان السلام
اميد هئي دلېر اها آئي وري توکي خدا
بيشک پلي آئين پلا اي ماه رمضان السلام
تحقيق تنهنجي رات هک هزار مهنن کان وڌيک
آئيندو ان ۾ ڪير شک اي ماه رمضان السلام
تو ۾ عبادت جو ڪري ٿئي باه دوزخ کان بري
مقبول پانهو ٿي مري اي ماه رمضان السلام

تنهنجو خدا وٽ مان ٿيو مهني ۾ شاهي شان ٿيو
نازل منجهئي قرآن ٿيو اي ماه رمضان السلام

ها رات تو ۾ قدر جي تعريف تنهنجي ڇا ڪجي
الله جنهنجي وصف ڪئي اي ماه رمضان السلام

مومن ٿيو غافل مٿان الله جي احسان کان
ڇڏ خواب و غفلت کي ميان اي ماه رمضان السلام

دنيا قيامت جي ڪٺي ڪلهه پوک پوکي ڪا پٽي
هت ڪونڪو ڏيندو رتي اي ماه رمضان السلام

ڇو ويسلو وڃين تون پاڻ ترسي نڪو ٿو تنهنجي ڪاڻ
پنهن جو سمر ڪرڻ پاڻ ساڻ اي ماه رمضان السلام

دنيا تہ ساري ڏوڙ آهه سڀ ڪرت هنجي ڪوڙ آهه
ظاهر ڇٽيلي ڇور آهه اي ماه رمضان السلام

دنيا نہ ايندي ڪنهنکي ڪم هنجي محبت درد و غم
اول خوشي پوءِ آهه الم اي ماه رمضان السلام

شيطان تو ۾ قيد پيا دروازا دوزخ جا ڍڪيا
ابواب جنت جا کليا اي ماه رمضان السلام

جو جاڳڻو اٿئي سو جاڳ ڪر سمجھ هاڻي ٿي سجاڳ
الحمد لله ڳائي راڳ، اي ماه رمضان السلام

نيت رکج سالم و صفا ڇڏ عادت جور و جفا
وعدي ۾ پنهنجي رکہ وفا اي ماه رمضان السلام

سهڻي رکه پنهنجي هلت کڍ قلب مان ڪينو کپت
گهرجي سچائي ۽ سچت اي ماه رمضان السلام

ھن نفس جي ٻاريءَ کان اڄ خالي نه ھن ھاوي ۾ ھيچ
جو ڪالھه ھو سو ناھي اڄ اي ماه رمضان السلام

چوري زنا زوري خراب غيبت گلا ۾ تيو عذاب
ٻيڙي جوا ۽ بد شراب اي ماه رمضان السلام

چائي مسلمان ٻانگ ڪي ٻاسو و ٻاجي کائھي
لعنت خدا جي تنهن ڏي اي ماه رمضان السلام

مو من گناھن کان ٻچو الله ٻنهن جي کان ٻچو
بخشش گھر و توبه ڪجو اي ماه رمضان السلام

جا تي سگھي خيرات ڪر ڪار خدا ۾ ٻير ٻير
احسان ڪر سيڪنهن سگر اي ماه رمضان السلام

اي نيڪ ڪر نيڪي سدا ڪر راه حق ۾ سر فدا
تا اجر ڏي توکي خدا اي ماه رمضان السلام

ڏينهن رات جاڳي ذڪر ڪر توري گھڻي تي شڪر ڪر
ڪو عاقبت جو فڪر ڪر اي ماه رمضان السلام

رکه فرض واجب جو خيال سنت ميان ساري سنڀال
توفيق ڏيندو ذوالجلال اي ماه رمضان السلام

ھن کي حيا شرم و ادب راضي الھن کان آھه رب
ھي نيڪناميءَ جو سبب اي ماه رمضان السلام

بغض و حسد جنهن وٽ رھي تنهنکان چڱائي کان ٽٽي
قھر خدا تنهن تي وسي اي ماه رمضان السلام

جي ٻاه دوزخ کان امان گھرجي ته سڀ ٽڻي صدق سان
آل نبي جا مدح خوان اي ماه رمضان السلام

بيشڪ تيو رسول الله جو آل نوح جي ٻيڙي مثال

لاهي ڪو رنج و وبال اي ماه رمضان السلام
جيڪي اٿئي پيڙيءَ ڇڙهن ڇوڙيا ڪندو طوفان تن
جيڪي ڦرن سي، تا پڏن اي ماه رمضان السلام
هوش تي زمان شاه آهه چا هٿ هٿ مدد ڪرا تضلي
ڇهل دامن آل عبا اي ماه رمضان السلام

# مسائل عيد الضحيٰ

## قرباني ڪهڙا ماڻهون ڪن

سب ڪنهن ماڻهوءَ هوش حال جي لاءِ جو هڪ سال جي ڪاڻ پورت هي تو نيڪ ر ڪندو هجي. سفر ۾ هجي توڙي گهر ۾ پنهنجي ۽ پنهنجي عيال بالغ يا نابالغ مرد يا عورت جيرو يا مئل جي طرفان قرباني ڪرڻ سنت موڪده آهي.

هر هڪ ماڻهوءَ لاءِ هڪ جانور پورو جي ڪٿ هن مقدور نه هجي ته ستن ماڻهن جي طرفان هڪ جانور جي قرباني ڪري سگهجي ٿي.

## قسم جانورن جو

اٺ، ڳئون، مينهن، دنبو رڍ ٻڪري نر ۽ ماديءَ جي خصوصيت نه آهي جو وٽيس سو قربان ڪري مگر اٺ ۽ مينهن ۽ ڳئون مادي هجي ۽ ڳڏو ۽ دنبو ۽ ٻڪرو نر هجي ته مستحب آهي نه ته ڪا مضائقو نه آهي بعض

مچتهد ٻڌڪي ۽ ٻاڏي گـــي قرباني ڪرڻ مڪروه چوندا آهن.

## عمر جانورن جي

اٺ پنجن سال، ڳئو يا ٻاڏو ٻن ورهين ٻڪرو هڪ هڪ سال جا هجن ۽ گهٽ. دنبو ڇهن مهينن کان گهٽ نه هجن ۽ وڏ جي حد ڪانهي.

## وصف جانور جي

هـي ڪيل جانور جهڙي طرح ڏڪو کن وڏيل، سنگـــ، وڏيل، الڏو. ڪاٺو گهڻو پوڙهو. منڊو. داغي زخمي، بيمار، يا ٻي عيب وارو جانور ۽ گهڻو اپرو ۽ گهر جي پاليل جانور جي قرباني ڪرڻ مڪروه آهي.

## وقت قرباني

ڏهين ذوالحج کان ٻارهين ذوالحج جي شام تائين رات ۽ ڏينهن هر وقت جائز آهي. نماز کان پوءِ يا مهند اختيار وارو آهي ۽ جي حاجي مقام منيٰ ۾ آهي ته اهي تيرهين تاريخ جي شام تائين قرباني ڪري سگهن ٿا.

## طريق قرباني

پهرين جانور کي کارائي پياري قبله جي طرف رخ ڪري اٺ هجي ته نحر باقي ٻين جانورن کـــي ذبح ڪرڻ گهرجي نر هي اٺ کي نحر جي بدران ذبح ۽ ٻين حيوانن کي ذبح جي بدران نحر ڪندو ته گوشت انجو حرام آهي.

## دعا قرباني

ذبح يا نحر جي وقت هيءَ دعا پڙهڻ گهرجي.
اني وجهت وجهي للذي فطر السماوات والارض حنيفا مسلما و ما انا من المشركين ان صلاتي و نسكي و محياي و مماتي لله رب العالمين لا شريك له و بذالک امرت و انا من المسلمين اللهم منک و لک. ۽ ان کان پوءِ بسم الله الله اکبر چئي ذبح يا نحر ڪري ۽ ذبح يا نحر ڪان پوءِ اللهم تقبل مني چوي ۽ جي پاڻ انهي ۾ شريڪ نه هجي پر فقط ٻين جي طرفان ذبح ڪري ته چوي اللهم تقبل منهم.

## استعمال گوشت قربانيءَ جو

کل جي قيمت ۽ گوشت ٽي حصا ڪري. هڪ حصو مسڪينن کي ۽ ٻيو حصو عزيزن قريبن کي ۽ ٽيو حصو پنهنجي مصرف ۾ آڻڻ گهرجي.

## ترجمو

# خطبو پهريون عيد الضحيٰ

شروع ٿو ڪريان آئون ساڻ نالي الله جي جو رحمان ۽ رحيم آهي.
الله مٿاهون ۽ بزرگ آهي نه آهي ڪو الله سواءِ الهيءَ جي، ۽ بزرگ آهي الله ۽ مٿاهون آهي الله هن ڳالهه ڪان

جو الله هدايت ڪئي اسانکي ۽ شڪر آهي واسطي انهي
جي هن ڳالهه تي جو اسانکي عطا ڪيائين نعمتون ۽ پاڪ
۽ منزه آهي اهو الله جنهن امتحان ورتا پانهن پنهن جن
کان ڏکن ۾ ۽ نه آهي اهورو ان وٽ گهٽ ۽ عطائون
چڱيون آهن انهي جون پوء موڪليو ان الله، رسولن کي
۽ مقرر ڪياءِ هدايت ڪرڻ وارا جن وات ڏيکاري
موچاري ۽ جي دنيا جي اعتبار ۾ ضعيف هوا انهن کي
پورو ۽ ڪامل ڪياءِ ۽ انهن جون قوتون قوي ڪيائين
۽ جيڪڏنهن گهري ها الله انهن (رسولن) کي ته ڪري
ها قوت وارو ۽ زبردست انهنکي ۽ جهڪن ها سر
ماڻهن جا اڳيان انهن جي- بزرگ ۽ مٿاهون آهي الله
تعاليٰ. آهن تعريفون ۽ شڪرانا واسطي انهي جي- مٿاهون
آهي الله تعاليٰ ۽ وڏائي آهي واسطي انهي جي جنهن
سختيءَ جي عيوض ثواب مقرر ڪيا. زياده ڪري تو
اجر پانهن جا. پوء گڏ ڪيائين تمام مخلوقات کي
اڄوڻن پڇڙن ۽ پهرين ۽ پڇين ۾ جو نه ايذاءَ پهچائي سگهن
انهنکي ۽ نه نفعو ڏي سگهي انهنکي نه ڏسي سگهن ۽
نه ٻڌي سگهن ٿا اهي. وڏي آزمايش ۽ سخت
امتحان آهي واسطي انهنجي- جيڪڏهن گهري ۽ ارادو
ڪري الله تعاليٰ ته رکي بيت الحرام (ڪعبة الله)
پاڪ جاين پنهنجن کي باغن ۽ نهرن جي وچ ۽ گهاٽائي
اجر کي ڏسي ضعيف ۽ بي طاقتي پانهن جي آزمايش

جي وقت ۾ - سڀ تعريفون آهن واسطي الله جي
جنهن مقرر ڪيو شهر مڪي ۾ گهر (ڪعبو) مبارڪ
واسطي هدايت تمام مخلوقات جي. ۽ مقرر ڪيائين
انهي (ڪعبي) کي جاءِ توبه ڪرڻ جي ۽ ڪيائين واسطي
پرهيزگارن جي جاءِ امن ۽ عبادت جي. ڄاڻو اي ٻانهان
خدا جا ته هي اهو ڏينهن آهي جنهن ۾ آزمايش ڪئي
الله تعاليٰ حضرت ابراهيم خليل الله جي جنهن ڪنو
پنهنجي پٽ کي ٻوءِ ڏٺو حضرت ابراهيم خليل الله
خواب ۾ ته آهيان ڪنهن جاءِ تي ۽ ڪهان ٿو پنهنجي
پٽ اسماعيل کي وهايان ٿو خون انهي جو ۽ جاڳيو
ابراهيم عليه السلام ڊڄي ۽ کوليائين اکيون خواب مان
ڏکندي چيائين پٽ پنهنجي کي ته اي موچارا پٽ
نبي جا ڏٺو آهي مون خواب ۾ ته ڪر ڪهان ٿو توکي
قرباني ۾ هاڻي ڪهڙي آهي مرضي تنهنجي اي سردار
خلق جا - ٻوءِ چيو پٽ (اسماعيل) پنهنجي پيءُ (ابراهيم)
کي ته پورو ڪر حڪم جو ٿيو آهي توکي جيڪڏهن
گهريو خدا ته ڏسندين مونکي صابرن مان - ۽ چيائين
ته اي بابا ذبح ڪندين جنهن وقت مونکي ته جوش
ڪندو ۽ لهريون هڻندو خون منهنجو. ادا ڪر قرض
الله جو، جو آهي فرض توتي ۽ سنڀالج ڪپڙا پنهنجا
منهنجي خون کان ته نه ڏسي پياري امان مهربان منهن
جي ۽ ڏج منهنجن سلامن سان انکي خبر منهنجي مرڻ

جي ۽ ڏجائين ٻهران منهن جو ۽ گهڻي تسلي بعد چيئين
انهي کي ته گهرايو تنهنجي پٽ اسماعيل کي الله تعاليٰ
ساڻ نعمتن جي بهشت ۾ جت جيرو هوندو هميشه. جڏهن
پوري ٿي وصيت اسماعيل جي تڏهن پڌو مضبوط انکي
حضرت ابراهيم ۽ هوريان هوريان لمتاياء اسماعيل کي
زمين تي ۽ آيا انهي وقت پکي جي اڏاٽا تي چؤطرف
انهيجي- ۽ زمين ۽ جبل تي ڏکيا ۽ دانهون تي کيون
فرشتن ۽ بي قرار ٿيا حالور، آسمان ۽ زمين رنون تي
ڏسيو حالت اسماعيل جي ۽ صبر حضرت ابراهيم جي کان
جڏهن ڏٺي الله تعاليٰ سچي نيت جي ۽ صبر ابراهيم
جو انهي آزمايش ۾ تڏهن آواز آيو خدا جي طرفان ته
اي ابراهيم تو سچو کيو خواب پنهنجو ۽ تحقيق آئون
(الله) اجر ڏيندو آهيان احسان کندڙن کي. بيشڪ
هيءَ ظاهر آزمايش آهي ۽ مون تبديل ڪئي اها قرباني
ساڻ وڏيءَ قربانيءَ جي. نوٽ- اي مومنو اهو
اشارو آهي وڏيءَ قربانيءَ جو طرف شهداء ڪربلا
جي. چوته اچڻو هو اهو وقت آل نبيءَ ۽ اولاد علي
تي. نه تي هئي کابه قرباني هن کان زياده پهرين
حضرت ابراهيم کان.

پوء اٿيو حضرت ابراهيم کڻي ڪاتي پنهنجي انهي
شيء (گهٽي) ڏانهن جا آندي هئي جبرئيل عليه السلام
يعني فديو پوء ڪٺائين انهيکي قرباني ۾ ۽ پڪارياڻين

نالو الله جو ظاهر ٿيو ۽ سنت ڪيو الله تعاليٰ انهي قرباني
کي ٿورو ڪيو الله تعاليٰ ليکن اوهانجين تي واسطي
انهي جي احسان کي ۽ بزرگ ۽ مٿاهون آهي الله
تعاليٰ. نه آهي ڪو الله سواءِ ان هڪڙي الله جي. الله
بزرگ ۽ مٿاهون آهي ۽ بزرگ. آهي الله ان ڳالهه
کان جو ان (الله) هدايت ڪئي اسانکي ۽ شڪر آهي
واسطي انهي جي الهن نعمتن تي جي ڪيون اٿس عطا
اسانکي. حمد آهن واسطي الله جي جنهن مهرباني ۽
فضل ڪيو آهي اسان تي انهن العامن ۽ مهربانين کانپوءِ
رزق ڏنائين اسان کي ۽ رحمت ۽ درود آهي الله جو
اسانجي سردار محمد رسول تي جو ٻن ذبيحن جو فرزند آهي
جو ڪل انسانن تي نبي ڪري موڪليو آهي ۽ رحمت ۽ درود
هجي اولاد حضرت محمد جي تي جيستائين عيدون ايندڙ
هجن ۽ حج بيت الله جو قائم هجي. ياد رکو اي مومنو
هي اهو ڏينهن آهي جنهن ۾ جاري ٿي سنت حضرت
ابراهيم جي. وهائجي تو خون انهي جانور جو جنهنجي
گهٽي هجي قيمت ۽ بي عيب هجي ۽ سلامت هجن عضوا
انهي جا. جدا ڪريو هڏا انهي جا ٿوءِ ڪاٽو گوشت انهي
جو اوهين ۽ کارايو مسڪينن کي ۽ فقيرن کي. مطيع
ڪيو الله تعاليٰ حيوانن کي انسانن جو الهيلاءِ ته شڪر
ڪريو اوهين رب پنهنجي جو سڀ کان چڱي ڳالهه ۽
وڻندڙ ڪلام آهي بادشاه داناءَ جو. پناهه ٿا گهرون اي

پروردگار اسين، شيطان ملعون کان ۽ شروع ٿو ڪريان ساڻ نالي الله جي جو رحمان ۽ رحيم آهي. تحقيق عطا ڪيو اسان (خدا) توکي ڪوثر ۽ نماز پڙهه تون پنهن جي رب جي ۽ قرباني ڪر تحقيق دشمن تنهن جا خوار ۽ ابتر آهن.

## نصيحت

تهدليون صبح و مسا توحيد يزداني ڪريو
گڏ ڪريو اسباب عقبيٰ فڪر ايماني ڪريو
چهارده معصوم جي باصدق دل توصيف ڪر
اهل بيت مصطفيٰ جي سڀ ثنا خواني ڪريو
حب سينئي ۾ رکو پهرين علي جي آل جي
اي مسلمان پوء دعويٰ مسلماني ڪريو
فرض جي الله جا تن جو رکو دل تي خيال
مال پنهن جي مان اوهين لله قرباني ڪريو
اي زمان شاه ناهه خوف پرسش محشر مگر
صورت انسان ۾ ڇو ڪار شيطاني ڪريو



# خطبو ٻيو عيد الضحيٰ

## ترجمو

سڀ تعريفون ۽ واکاڻون آهن واسطي الله جي. اسين حمد ڪريون ٿا انهي جا ۽ مدد گهرون ٿا انهي کان ۽ هدايت ڳولهيون ٿا. ايمان آندو آهي اسان انهي تي ۽ ڀروسو آهي اسان جو انهي (الله) تي ۽ پناه ٿا گهرون الهي الله کان پنهنجي نفس ۽ بڇڙاين ۽ بد اعمالين کان. جنهن کي هدايت ڪري تو الله تعاليٰ ان کي ڪو به گمراه نٿو ڪري سگهي ۽ جنهنکي گمراه ڪري تو الله تعاليٰ ڪو به نٿو هدايت ڪري سگهي انکي. شاهدي ڏيون ٿا اسين ته نه آهي ڪو خدا ٻيو سواء انهي الله جي ۽ ڪوبه شريڪ ان جو. ۽ شاهدي ٿا ڏيون اسين ته تحقيق محمد رسول آهي انهي جو ۽ موڪليو آهي الله سان هدايت ۽ سچي دين جي ته مٿاهون ۽ غالب ڪري دين کي مٿي سڀني دينن جي اگرچه مڪروه ڄاڻن مشرڪ. ۽ ڪيو الله تعاليٰ انکي رحمت ڪري واسطي عالمن جي اهو آهي بشارت ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ۽ ڪوٺيندڙ طرف الله جي. اهو آهي ڏيو روشن جو اطاعت ڪري الله ۽ انجي رسول جي. تحقيق اهو سچ تي هوندو ۽ جيڪو منهن موڙي انهن ٻنهين (الله ۽ رسول) کان اهو ضرور گمراه هوندو

وصيت ڪريان ٿو اي ٻانها خدا جا ته ڪريو خوف
خدا جو جو پهچائي ٿو فائدو اوهان کي ٻنهي جي
ٻانهپ سان ۽ نقصان ڏئي ٿو الله تعاليٰ انهنکي جيڪي
ننا مڃين حڪم. اهو خدا نيث جنهن وٽ هلڻو آهي
حساب ڪتاب اسان سڀ انهي وٽ آهي. تحقيق الله
تعاليٰ پرهيزگاري جي واسطي فرمايو آهي اسان کي ۽
انهن ماڻهن کي جي هوا پاڙ کان اڳي. تحقيق الله تعاليٰ
فرمايو آهي ته پڌايو مون انهن ماڻهن کي جنکي مليا
ڪتاب. (زبور ۽ توريت ۽ انجيل) اوهان کان پهرين.
۽ جو اوهين الله کان جي تا ڪفر ڪريو اوهين. سڀ
ڪجهه آهي واسطي خدا جي جو آهي آسمانن ۽ زمينن
۾. آهي الله غني (دولت مند) ۽ محمود (لايق
حمد جو) فائدو وٺو اوهين نصيحت الله جي مان ۽
ضروري سمجهو ڪتاب ان جو، جو آهي موچاري
نصيحت واسطي اوهان جي. سڀ کان چڱو ڪم آهي
موچارائي قيامت جي. تحقيق ورتي الله حجت اها
پوءِ نه ٿيندو هلاڪ اهو شخص جو ٿيندو هلاڪ دليلن
سان ۽ نه جيرو رهندو اهو شخص ليڪن اهو شخص
جو رهندو جيئرو دليلن سان ۽ بيشڪ رسول الله
پهچايا حڪم الله جا جنجي لاءِ موڪليو خدا انهيءَ کي
پوءِ سچو سمجهو انهين کي ان جي چوڻ کي ۽ سچو
ڄاڻو انهي شيءِ کي جا چڏيائين اوهان وٽ پاڙ کان

ٻوءِ يعني ھڪڙو قرآن ڪتاب خدا جو ٻيو اولاد ٻنهن
جو. تحقيق نتو ٿئي گمراھ اھو شخص جنهن عمل ڪيو
قرآن تي ۽ پيروي ڪئي آل رسول جي ۽ گمراھ ٿيو
سو شخص جنهن منهن ڦيرايو انهن ٻنهين کان. اي
پروردگار اسان جا رحمت ۽ درود موڪل حضرت
محمد تنهنجي رسول ۽ تنهنجي بندي تي سردار مومن
جي تي ۽ پيشوا پرهيزگارن جي تي ۽ رسول ٻنهن جي تي.
اي پروردگار اسان جا رحمت ۽ درود موڪل سردار
مومن ۽ وارث رسول تنهنجي تي ۽ دوست رک ان
کي جو دوستي رکي ان سان ۽ دشمن چاھ ان کي جو
دشمن چاھي انهي کي. اي پروردگار درود موڪل فاطمھ
بنت رسول تي ۽ دوست رک ان کي جو دوست
رکي فاطمھ کي ۽ دشمن رک ان کي جو دشمن ٿئي
فاطمھ جو. اي پروردگار اسان جا درود ۽ رحمت
موڪل امام حسن ۽ امام حسين انهن ٻنهين تي ۽
دوست رک ان کي جو دوستي رکي انهن ٻنهين
سان ۽ دشمن رک انهيکي جو دشمني ڪري انهن ٻن
سان. اي پروردگار درود موڪل علي بن حسين
يعني (زين العابدين) محمد بن علي (محمد باقر) جعفر
بن محمد (جعفر صادق) ۽ موسيٰ بن جعفر (موسيٰ
ڪاظم) علي بن موسيٰ (علي رضا) محمد بن
علي (محمد تقي) علي بن محمد (علي نقي)
والحسن بن علي (حسن عسڪري) جو دوست

رکي انهن کي تون دوست رکه انهي کي جو دشمن
جاڻي انهن کي تون دشمن ڄاڻ. اي پروردگار
اسان جا درود موڪل انهي امام آخر زمان تي
جو قائم ڪرڻ وارو آهي حق کي جنهنجي ديدار
کي سگهن ٿيون اکيون مومنن جون ۽ هدايت وارو
آهي ۽ جنهنجي سبب بقا آهي دنيا کي ۽ جنهنجي
برکت سان رزق ۽ روزي ملي ٿي خلق کي ۽ انهي
جي هجڻ ڪري زمين ۽ آسمان جو هجڻ آهي ۽ انجي
وجود سان زمين عدل ۽ انصاف سان ڀربي، جهڙيطرح
هينئر ظلم ۽ فساد سان ڀريل آهي. اي خداوندا فتح
ڪر واسطي انجي فتح بي تڪليف ۽ مدد ڪر انجي
سان مدد فتح واري. اي خداوندا ظاهر ڪر واسطي
انجي دين پنهنجي کي ۽ سنت پنهنجي نبيؐ جي کي
تيستائين جيستائين نه، ڍڪي ڪوبه حق کي ڪان
ڊپ باطل جي. اي خداوندا اسين محبت رکون
ٿا واسطي تنهنجي انهي سلطنت ۽ حڪومت جي
جنهنجي هٿان بخشي تو عزت اسلام ۽ اسلام جي
لشڪر کي جو خراب ۽ خوار ڪري دشمن حاسدن
قومن کي ۽ اي خداوندا ڳڻ تون پنهنجي فرمان
بردارن ۾ اسان کي ۽ تنهنجي طرف وازن ۾ ۽ تنهنجي
حڪمن تي هلندڙن ۾ ۽ ڏي تون موچارائي اسانکي
دنيا ۽ آخرت جي. اي خداوندا بخش ڪر توفيق

اسان کي تہ لاھيون ٻوجھہ جو آھي اسان تي ۽ سينگار
اسان کي اھو جو نہ ٿو اچي اسان کي. اي خداوندا
قوت ڏي اسان کي فرمانبرداريءَ جي ۽ پاسي کر
اسان کي بي فرمانيءَ کان ۽ کر سچي نيت اسان جي
تا تہ سڃاڻو حرمت کي ۽ ڏي عزت اسان کي ساڻ
ھدايت ۽ قائم رھون ان تي ۽ سيکيون کر زبانون اسان
جون سچائيءَ سان ۽ روشن کر دليون اسانجون ساڻ
نور علم ۽ سچائيءَ حق جي سان.
۽ پاڪ کر پيٽ اسان جا حرام ۽ شڪ وارين شين
کان ۽ بچاءِ ھٿ اسان جا ظلم ۽ چوريءَ کان ۽ بند
کر اکيون اسان جون بدڪاريءَ ۽ خيانت کان ۽
پورا کر کن اسان جا تلا ۽ بيھودين ڳالھين ٻڌڻ کان
۽ مھرباني کر اسان جي پڙھيلن تي ساڻ ھدايت ۽
پرھيزگاريءَ جي ۽ مھرباني کر جي طالب تا کن
علم جي ساڻ محنت ۽ رغبت جي ۽ مھرباني کر
سکندڙن تي ساڻ پيروي ۽ چڱي نصيحت جي ۽
بخش شفا ۽ صحت مسلمانن بيمارن کي ۽ رحمت کر
۽ معاف کر گناہ اسان جا ۽ اسان جي مائٽن جا ۽ بخش
حيا ۽ پرھيزگاري اسان جي زالن کي ۽ بخش اسان جي
چڱن مڙسن کي دوست ساڻ نرم طبيعت جي ۽ مھرباني کر انھن
جي جوانن تي ساڻ توبہ ۽ بچڻ گناہ کان ۽ سخاوت

۽ ٿورڙت ڏي اسان ھي دولتمندن کي ۽ صبر ۽
ٿورڙ ھرچي ڏي اسان جي فقيرن کي ۽ امن ۽ سلامتي
ڏي غريبن کي ۽ مدد ڪر ۽ فتح ڏي في سبيل الله
جنگ ڪندڙن کي ۽ ڇوٽڪارو ۽ راحت بخش قيدين
کي ۽ عدالت ۽ رحم بخش حاڪمن کي ۽ نيڪي ۽
انصاف ۽ چڱي چال بخش رعيت کي خير ۽ برڪت
سان لڏڻو ڏي سوداگرن کي ۽ برڪت ڏي خرچ ۽
سامان مسافري ۽ لاءِ حاجين ۾ ۽ ادائي بخش انهن کي
انهي حج ۽ عمره کان جو تو ڪيو واجب انهن تي
پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان اي بخشش ۽ رحم ڪندڙ.
اي پروردگار رحم ڪر ۽ قبول ڪر دعائون اسانجون.

تحقيق الله تعاليٰ حڪم ٿو ڪري ته عدل ۽ احسان
ڪريو قريبن سان ۽ منع ٿو ڪري خراب ۽ بڇڙين
ڳالهين کان. نصيحت ٿو ڪري الله تعاليٰ اوهان کي
ته ياد ڪريو لائق اوهين. اي پروردگار تون اسان کي ڪر
انهن ماڻهن مان جي ياد ڪن ٿا توکي ۽ يادگيري تنهن
جي لڏڻو ڏي انهن کي.

# نصيحت

عيد قربان آئي قربانيءَ جي لئي اٿ جان من
ڪر خدا جي راهه ۾ قربان پنهنجو جان تن

صدق سان سنت خليل الله حضرت جي سنڀال
مال ڪر مانند اسماعيل هي صادق سخن

لڏ ڇڏي سڀيو سفر جو ڪر ميان موڪوم ٿي
جا سٽين سمجهي نه هت ويهه ناهي هي تنهنجو وطن

سخت منزل پنڌ پري سستي ڦٽي ڪر ٿي سجاڳ
ويسلو ٿي ڪير ويهه رک سمجهه ساٿي پيا سڏن

هن جهان فاني ۾ رهندي ليڪ نيڪي نيڪڪار
ڪوڙ دنيا ڪم نه ايندي ڪوڙ هنجو ڪرءِ ڪار

پيو سڀئي فاني مگر ذات خدائي ذوالمنن
ڪر سڄاڳيءَ ساڻ سو جيڪي چڱا توکي چون

ڪر سخاوت ٿي سخي ڇڏ مال مترن جو خيال
ويو سڀئي واري ٿي ڏس قارون جو دولت ڌن

رات ڏينهن ٻو ٽڻ ٻڪڻ ۾ وئي اجائي سڀ عمر
حال پنهنجي کي ڏسي ڏينهن رات روءِ ت جئن رئن

شايد آن چاتو آهه سمجهو تا سدا هوندس حيات
ڇڏين ڏينهين جي چاه تي اهڙا تڪبر ڪير ڪن

جاري ٿيو جوڀن جواني ڪيئن ڪبو پيريءَ ۾ پنڌ
جن سڀهي سختي سفر جي سي نه ساعت سک سمهن

ڇو وڃين تو ور گلي ۾ پاڳ تي تون ٻر نه ڏي
اڄ ڏٺي جيڪي سيا سو ڪين هوندو ڪر جتن
سڀڄهه ڪر دنيا ڇون آهي قيامت جي ڪتي
جا هتي تا ڀوڪ ڀوڪن سا هني لاشڪ لٽن
بي بقا آهي حياتي ناهي جيئن پاڻي جي ڦڪ
ڪي سڪا ساوا ٿيا ۽ ڪي ٿيا ساوا سڪن
آهي هي مهمان خانو مرد تنهن جو ماڳ ناهه
هي ٿيتر ٻيو پور ڏي ڪي ويا لنگهي ڪي ٿيا وهن
ياد ڪر سو وقت اي بندا خدا جا خوف ڪر
ڪي وڃن تختي ٿي توکي ڪي ٿيا پاڻي وڃن
ڪالهه ڪپڙا قيمتي سر مان وڃيو سيندون ڪڍي
اڄ وريو توکي وڃن تا هڪ ڪلهي ڦاٽو ڪفن
ڪالهه جن گهوڙن تي سونا سنج سي ڪاٺي چڙهئي
اڄ ڪٽيو ڪاٺن تي توکي کير تا ڪيڏانهن هلن
ڪٿ حويليون هنڌ ڏيرا جت ڪچهري ڪالهه هئي
اڄ ٿيا ڪن هيڪلو تا ڏوڙ ۾ توکي دفن
مال ۽ اولاد ڪٿ سڀ مفت تو ڪيون محنتون
ڪٿ خزانا خان تنهن جا ڏس هلئين خالي هٿن
ڪالهه گڏ ڪايو جنهين سان مرد تو ڪيون مهلسون
اڄ اهي پنهنجي هٿن سان توتي ٿيا واري وڃن
من لڳن تان ڪالهه لاٿي مرد تو مٿي تي مر
سو بدن سائين سنده ۽ قوت قادر ڪيو ڪين

جن عزيزن کي وڇيو تو ڏيھ ڏوريو ٿي ڏسُو
سي تنهنجي هن سفر ۾ ٿا پرھ واري ڪان ڪن
ساھ ڪان وڃ جنکي ساليڻي ۽ گھڻو هوئين هلاڪ
سي وساري ٿو ڪي وڃا ناھ تنهنجي ٿات تن
ڪون ڪم ايندءِ خدا ري آشنا توٽي عزيز
سيڪو حيران حال پنهنجي ٿي لٿا توکان ٽھن
پڙھ نمازون رکج روزا ڏي سڀئي ساري زڪواة
جن پڙهي توبھ جي تسبيح سي ٿي مطلب کي ملن
جن فدا ڪيو راھ حق ۾ مال ۽ اولاد سر
منزل مقصود کي سي رب ڪريو راضي رسن
هن طرح آهي حديثن جي ڪتابن ۾ لکيو
آھ فرمايو رسول الله ﷺ اي جان من
عيد تن جي لاءِ ناهي جن وڌا عمدا وڳا
عيد تن جي لاءِ ناهي جي ٻان گھوڙن چڙهن
عيد تن جي لاءِ ناهي جن رڌو ڪاڌو چڱون
عيد تن جي لاءِ ناهي جي عطر مشڪون مکن
عيد تن جي واسطي جن انگ اگھڙن جا ڍڪيا
عيد تن جي واسطي نوڙيو نمازون جي پڙهن
عيد تن جي لاءِ جن ڏينهن رات جاڳي رت رنو
عيد تن جي لاءِ جي راھ خدا ۾ خير ڪن
عيد تن جي لاءِ جن ٻاري يتيمن جي ڪئي
عيد تن جي لاءِ جي مسڪين ٻاڙي جا ٻڌن

مومنن کي تو مبارڪ ڏي زمان شاھ مهدوي
تن کان دوزخ دور جي تا قلب مان ڪلمون پڙهن
لا اله الا الله محمد الرسول الله علي ولي الله
وصي الرسول الله صلي الله عليه وآله وسلم

# مختصر مسائل

## (احڪام اموات)

مسئلو ڪنهن ماڻهوءَ جي سڪرات جي وقت تي ماڻهو اتي حاضر هجن انهن تي واجب آهي تہ انهي مرڻ واري کي مرد هجي يا عورت ٻار هجي يا جوان قبلہ رخ اهڙي طرح سمهارين جو انهي جو منهن ۽ پير ٻئي قبلہ جي طرف ٿين ۽ سورة مبارڪ ياسين ۽ دعا عديلہ جا ڪتاب مفتاح الجنان ۾ آهي سا پڙهي ٻڌائين جا سنت آهي

## (غسل ميت جو بيان)

مسئلو هي مردي کي غسل ڏيڻ واجب آهي بلڪ سيني يا محض هڏي يا بدن جو اهڙو ٽڪر جنهن ۾ سيني جي يا ٻي هڏي لڳي هجي يا ڇهن مهنن کان زائد جو حمل ڪري پوي انهن سيني کي ٽي غسل ڏيڻ واجب آهن- هڪ ٻير جي پنن جي پاڻيءَ سان ٢- ڪافور جي پاڻيءَ سان ٣- خالص پاڻيءَ سان.

## (غسل ڏيڻ جي ترڪيب)

پهرين ميت جي سڄي جسم کي نجاست پاڪ ميل
وغيره کان پاڪ ۽ صاف ڪري ۽ سنت آهي ته ميت
جي ڏاڙهي ۽ مٿي جي وارن کي غسل کان اڳ پير
جي پنن جي ڳڀي سان صاف ڪري ۽ بدن جي سڄي
کي اشنان يا بيسڻ جي اٽي سان آهستي آهستي صاف
ڪري ۽ اڄ ڪلهه عام ماڻهو ميت جي بدن کي
صابڻ يا ميٽ سان صفا ڪندا آهن سو مڪروه آهي ان
کان پرهيز ڪرڻ گهرجي ۽ غسل ڏيڻ کان پهرين ميت
جي پيٽ تي آهستي آهستي هٿ ڦيري ۽ ميت جو مٿو
مٿي ڪري ته فضلہ وغيره نڪري ۽ جي عورت حامل
هجي ته انجي پيٽ تي هٿ نه ڦيرڻو پهرين ڏن پاڪ ۽
هٿڪ پٽرن سان مقعد کي صفا ڪري پوءِ پاڻيءَ سان
پاڪ ۽ صفا ڪبو ۽ غسل ميت کي تختي تي ڏبو ۽
تختي جي هيٺان ڪڏ ڪٽائي ته پاڻي وغيره منجهس ڪڏ
ٿئي ۽ ميت کي غسل ڏيڻ وقت پير قبلي جي طرف ڪبا
جو منهن قبلي جي طرف ٿئيس ۽ مٿو پيرن کان ٿورو
مٿيرو ڪرڻ گهرجي ۽ ميت جي اگهاڙ تي ڪپڙو ۽ هٿ
ڪن وجهڻ گهرجي جنهنکي ستر پوش چوندا آهن. ان
کانپوءِ پير جي پنن کي ڪڻي پاڻيءَ ۾ ڪڏي نيت ڪري
ته هن ميت کي غسل ڏيانٿو آب سدره سان واجب قربة
الي الله. ڄاڻڻ گهرجي ته غسل ڏيڻ ۾ ٻه ماڻهو شريڪ

ٽين مگر نيت به پنهي کي ڪرڻ گهرجي. الڪاپوءِ ميت
جو مٿو ۽ ڳردن ڌوئي پوءِ ٿورو پاسو ڦيرائي سڄي
پاسي کي پيرن جي آڱرين تائين ڌوئي ۽ اهڙيطرح کٻي
پاسي کي به ڌوئي ۽ ميت جي اڳي پٺي کي ڌوئي
پر هٿن کي ڪپڙي جو ٽڪر ڳوٿريءَ واگر سبي
وٺڙهي، جنهنڪي هٿيو چوندا آهن ۽ هڪڙو غسل ڏئي
پيو پاڻي وجهي ۽ اهڙيطرح پاڻي وجهي جو لار ڪري
جو پاڻيءَ جي وهڪ نه ٽمي جيستائين پاڻي پيرن تائين
پهچي. بعد انجي سدره (ٻير) جي پاڻيءَ جو ٿالو وغيره
صفا ڪري جو الهن ۾ باقي سدره جو اثر نه رهي ۽
هٿن جا هٿيا بـ وري مٽائي پوءِ ٻيو غسل ڏئي ۽
خالص پاڻيءَ ۾ ٿورو ڪافور ملائي وري نيت ڪري
ته غسل ميت کي ڏيانٿو آب ڪافور سان واجب قربة
الي الله ۽ انهي پاڻي سان اهڙيطرح غسل ڏئي جهڙي
طرح آب سدره جو غسل ڏنلو هوائين ۽ پوءِ وري
ڪافور جي پاڻيءَ وارا ٿالو صفا ڪري جو انهن ۾
ڪافور جو اثر باقي نه رهي. ان ڪانپوءِ ٽيو غسل خالص پاڻي
سان ڏئي ۽ نيت ڪري ته غسل ميت کي ڏيانٿو آب
خالص سان واجب قربة الي الله بعد انهي اڳوڻن غسلن
موجب غسل ڏئي ۽ بهتر آهي ته هر حالت ۾ غسل ڏيڻ
وقت بار بار چوي عفوڪ ۽ چاڙڻ گهرجي ته
مثل سنت جماعت جي گرم پاڻيءَ سان غسل نه ڏجي

مگر ضرورت جي وقت ۾ سخت سرديءَ جي ڪري جي غسل ڏيڻ ڪري اذيت پهچي ته نيم گرم پاڻيءَ سان غسل ڏئي سگهجي ٿو.

## (حنوط ڪرڻ جي بيان ۾)

ميت کي غسل ڏيڻ کانپوءِ انهي ستن عضون سجده ڏيندڙن کي ڪافور مکڻ واجب آهي يعني پيرن جا ٻئي آڱوٺا ۽ پيشاني ۽ ٻئي گوڏا ۽ ٻئي تريون هٿن جون آڱرين سميت باقي جو ڪافور بچي سو ميت جي سڄي بدن تي ڇنڊڻ گهرجي- پر ٺيڪ اهو ميت شهيد ۽ حالت احرام ۾ نه مئل هجي ۽ چاڻڻ گهرجي ته وزن ڪافور جو حنوط لاءِ پوڻا ٽي تولا آهي ميت ننڍو هجي خواه وڏو وزن ڪافور جو اهوئي آهي پر هي وزن ڪافور جو علاوه ڪافور غسل جي آهي-

## (ڪفن ڏيڻ جي بيان ۾)

ميت مرد هجي توڻي عورت ته انکي ٽي ڪپڙا ڪفن ۾ ڏيڻ واجب آهن. هڪ پيراهن جنهنجو منو وال ۽ طول سوا ٻه وال پيو لنگ. ٽيو چادر جنهنجو عرض هڪ وال. طول سوا ٽي وال. مگر مرد جي ميت کي سواءِ هنن واجبي ڪپڙن جي هڪ ران پيچ ۽ سينا بند ۽ چادر ڏيڻ مستحب آهي ۽ چادر پرده يماني

پنهنجي لاءِ مستحب آهي - بعض عالمن جي نزديڪ ٽي
چوٿين ۽ پنجين چادر ڏيڻ به مستحب آهي جنهن کي
سنڌي ۾ شال چوندا آهن مگر دفن ڪرڻ بعد مستحق
فقيرن تي تقسيم ڪرڻ گهرجي- سمجهاڻي- مرد کي
مرد ۽ عورت کي عورت غسل ۽ ڪفن ڪرائي مگر
عورت پنهنجي مڙس ۽ مرد پنهنجي عورت کي غسل
۽ ڪفن ڏيئي سگهن ٿا.

## (ڪفن پاڪائڻ جو طريقو)

مرد لاءِ پهريائين چادر وڇائي ۽ انهي مٿان پيراهن
گريبان ڦاڙي اڌ وڇائي ۽ اڌ مٿي جي طرف نڪتو
رهي ۽ ري اڌ چادر کان هيٺ چيلهه هي برابر لنگ
وڇائي هو پيرن جي مرڻ تاءِ هجي بعد انهي هڪ پلاند
ران پيچ جو ڦاڙي برابر چيلهه جي رکي پوءِ ميت کي
ڪفن تي سمهاري اهو ڦاڙل مٿو ران پيچ جو ميت جي
چيلهه کي ٻڌي ۽ ناف تي ڳنڍ ڏئي ڪپڙا اڳيان ۽ پويان
شرمگاه تي رکي ۽ ٽورو ڪاٺو ڇڙڪي ۽ پيو مٿو
انهي ڳنڍ مان ڪڍي ڇڪي ٿان مثل لانگوٽ جي ٿئي
پوءِ اهو ڪپڙو ران پيچ وارو به اڌ ڪري هڪ پاسو
هڪ ران تي ۽ ٻيو پاسو ٻئي ران تي ويڙهي ۽ مٿو يا ڇيڙو
انهيءَ بند ڪري مٿان ڪلي ٻوي ۽ هي مرد ۽ عورت
ٻنهي لاءِ جائز آهي مگر ڪي ماڻهو جهالت جي سبب
زالن کي ران پيچ جي عوض سٿڻ سبي وجهندا آهن سو ناجائز

۽ بدعت آهي ٻوءِ پيراهن جو مٿي جي طرف لڪتو
آهي اهو ڪپڙي ۾ مان لنگهائي جيڪڏهن عمامه هجي ته
مٿي تي ٻڌي ۽ ڪاڏي ۾ ڪان هيٺ ڪنڍ ڏي ۽ پٺي
ٻالاند الچا سيني تي چڙي جنهنکي آهت الهنڪ چوندا
آهن ۽ جريد تين يعني ٻه ڪاٺيون هڪ جيڏيون تازيون
ڪجي يا پير يا ڏاڙهون ۾ جون هجن انهنتي خاڪ شفا
سان شهادتين لکي ڪپڙا ويڙهي ميت سان ڪفن ڏيڻ
هي ٻاهران مگر چادر هي اندر رکي انکانپوءِ چادرن جا
ڇيڙا مٿي ۽ پيرن وارا ٻڌي ڇڏي ۽ عورت هي ميت
کي ٻهر ياڱين سينا ٻند ٻڌي پنيان ڪنڌ ڏي ٻوءِ پيراهن
پڪائي ۽ مقنه جي بعد چادر ٻڪائجي ۽ ميت جي
سيني تي شهادت نامون جنهنتي مومن جون شاهديون
هجن رکڻ گهرجي ۽ اهو شهادت نامون ٻنهنجي حياتي ۾
ٻ لکائڻ گهرجي. ڏسو ڪتاب تحفة المومنين صفحه ٣٣
۽ معلوم هجي ته ميت مرد هجي يا عورت ته انجي
ڪفن تي خاڪ شفا سان هي دعا لکڻ گهرجي جا حضرت
اميرالمومنين حضرت سلمان فارسي جي ڪفن تي لکي
هئي.

وفدت علي الڪريم بغير زاد
من الحسنت والقلب السليم
فحمل الزاد اقبح ڪل شيءِ
اذا ڪان الوفود علي الڪريم

## نماز ميت جو بيان

جنازو اهڙي طرح رکجي جو مٿو ان جو نماز پڙهڻ
واري جي ساڄي پاسي ڏئي ۽ پير کٻي پاسي ٿين جي
جنازو زال جو هجي تہ پيش نماز سيني جي مقابل نہ تہ
چيلهہ جي مقابل قبلہ رخ بيهي نيت ڪري تہ هن ميت
تي نماز پڙهان ٿو واجب قربة الي الله ساط ۵ تڪبيرن آواز
سان هڪ مرتبہ اشهد ان لا الہ الا الله واشهد ان محمد
عبده و رسوله وري ٻي تڪبير هڻي چوي اللهم صل
علي محمد وآل محمد وري چوي اللهم اغفر للمؤمنين
والمومنات وري چوٿين تڪبير هڻي چوي اللهم اغفر
الهذا لميت خواه مرد هجي خواه عورت پنهين لاءِ ڪافي
آهي ۽ پنجين تڪبير هڻي نماز تمام ڪري ۽ جماعتي
بہ پيش نماز سان گڏ آهستہ پڙهندا وڃن پر جي ماٺ
ڪري بيٺا هوندا تہ انهن جي نماز صحيح نہ ٿيندي
۽ سنت آهي تہ پيش نماز بيٺو رهي جيستائين جنازو
اٿان نہ کڻن ۽ هي اقل واجب آهي ۽ بهتر هي آهي
تہ بعد تڪبير اول هيئن چوي اَشهد اَن لا إلہ إلا الله
وحده لا شريڪ لہ و اَشهد اَن محمد عبده و رسوله ارسله
بالحق بشيرا و نذيرا بين يدي الساعة بعد ان جي ٻي
تڪبير چئي هيءَ دعا پڙهي . اَللهم صل علي محمد و
آل محمد وبارڪ علي محمد وآل محمد و اَرحم محمد وآل محمد
ڪافضل ماصليت وبارڪت و ترحمت علي ابراهيم و آل

ابراهيم إنك حميد مجيد وصل علي جميع الانبياء والمرسلين
والشهداء والصديقين وجميع عباد الله الصالحين . وري ٹ
تڪبير چئي ۽ دعا پڙهي اَللهم اغفر للمومنين والمومنا
والمسلمين والمسلمات الاحياء منهم والاموات تابع بينن
بينهم بالخيرات إنك مجيب الدعوات إنك علي ڪ
شيء قدير . وري چوٿين تڪبير چئي ۽ دعا پڙه
اَللهم إن هاذا عبدك وابن عبدك وبن إمتك نزل بك
اَنت خير منزول به اَللهم إنا لانعلم منه إلا خيرا واَنت اَعل
به منا اَللهم إن كان محسنا فزد في إحسانه وإن كان مسيء
فتجاوز عنه فاغفر له اَللهم اجعله عندك فی اعلي عليين واخلف
علي اَهله في الغابرين وارحمنا برحمتك يا اَرحم الراحمين
پر جيڪڏهن ميت عورت جو هجي ته ضمير مؤنث
جا ڪم آڻي ۽ هيئن پڙهي اللهم ان هذه امتك وابنت
عبدك وابنت امتك نزلت بك والت خير منزول
بها اللهم انا لا نعلم منها الا خيرا والت اعلم بسر ير اه
منها اللهم ان كانت محسنه فزد في احسانها وان كانت
مسيئه فتجاوز عنها واغفر لها واجعلها عندك في اعلي
عليين واخلف علي اهلها في الغابرين وارحمها برحمتك يا ارحم
الراحمين - هي دعائون تڏهن پڙهڻ گهرجن جڏهن مرد يا
عورت بالغ هجن پر جيڪڏهن ميت طفل جو هجي
خواه اهو طفل هوئي جنهن تي نماز واجب آهي يا اهو
طفل هجي جنهن تي نماز واجب نه آهي بلڪ سنت

جيڪڏهن طفل ڇوڪرو هجي ته چوٿين تڪبير کان
هي دعا پڙهي اللهم اجعله لابويه ولنا سلفا وفرطا
راء جي جنازو ڇوڪريءَ جو هجي ته اللهم اجعلها
يها ولنا سلفا و فرطا واجرا ۽ پنجين تڪبير چئي نماز
ڪري ۽ سنت آهي بعد فراغت نماز جي هي آيت
يف پڙهي ربنا آتنا في الدنيا حسنة وفي الاخرت
سنه وقنا عذاب النار. **فائدو-** جيڪڏهن پار جي
ڇهن ورهن کان گهٽ هوندي ته انتي نماز پڙهڻ
ت آهي ۽ چاهڻ گهرجي ته سنيءَ جي جنازي جي
ز سواء تقيه جي جائز نه آهي مگر اهڙي جنازه تي
تڪبيرون هڻڻ گهرجن موافق سندن طريقي جي.

## نماز آيات جو بيان

عد ۽ سج جو گرهڻ ۽ زمين جو ڌڏڻ ۽ ڪاري يا
هي واء يا طوفان جو لڳڻ جنهن ماڻهن کي خوف
ي يا ڪو ٻيو خوفناڪ امر جو عادتا نه ٿيندو هجي ته
ٻه رڪعتون نماز پڙهڻ واجب آهي ۽ هي نماز
اعت سان به پڙهي سگهجي ٿي پر هي نماز جهنگ
پڙهڻ بهتر آهي-



هي ڪتاب سيد قربانعلي شاهه ولد مرحوم سي
شاهه محمد شاهه موسوي پنجتني اماميه پرنٽنگ
پريس اسٽيشن روڊ حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو
۽
محمد هاشم عرف ميوو خان جائنٽ سيڪريٽري
انجمن اماميه سنڌ حيدرآباد مان پنهنجي
خرچ سان ڇپرائي پڌرو ڪيو
٢٨ جولاءِ ١٩٥٥ع